# پہ جاڙا پائر

شمس العلماءُ ميرزا قليچ بيگ



سنڌي ادبي بورڊ
ڄام شورو ـ حيدرآباد سنڌ

| | | |
|---|---|---|
| پهريون ايڊيشن | سال ١٩٦٠ع | ڳاڻيٽو ٢٠٠٠ |
| ٻيون ايڊيشن | سال ١٩٦٩ع | ڳاڻيٽو ٢٠٠٠ |
| ٽيون ايڊيشن | سال ١٩٧٤ع | ڳاڻيٽو ٢٠٠٠ |
| چوٿون ايڊيشن | سال ١٩٧٩ع | ڳاڻيٽو ٥٠٠٠ |
| پنجون ايڊيشن | سال ١٩٩٣ع | ڳاڻيٽو ٥٠٠٠ |

**قيمت: ٠٠-٦ رپيا**
**[Price Rs: 6-00 ]**

ملڻ جو هنڌ:

سنڌي ادبي بورڊ بڪ اسٽال،
تلڪ چاڙهي حيدرآباد سنڌ.

BA JARRA BHAIR: (Twin Brothers: A Story
for children in Sindhi)
Written by: Mirza Qalich Beg
Published by: Sindhi Adabi Board, P.O.Box No: 12
Jamshoro / Hyderabad Sindh, Pakistan
Ist Edition, 1960 and this 5th Edition 1993.

# باب پهريون

## ٻہ جاڙا ڀائر

### سونو پکي

ڪنهن ملڪ ۾ ٻہ ڀائر رهندا هئا. منجهائئن هڪڙو سونارو هو. اهو تمام دولتمند هو. مگر پئسو چڱي ڪم ۾ نہ آڻيندو هو. جو خراب طبعيت جو ماڻهو هو؛ ٻيو ڀاءُ تمام غريب ماڻهو هو. ليڪن چڱي طبعيت جو ۽ نيڪ نيت هو. اهو ڪجهہ ٻين وڻن جي سنهڙين ٽارين مان، ٻهاريون جوڙي وڪڻندو هو، ۽ پنهنجو گذران ڪندو هو.

انهيءَ کي ٻہ پٽ هئا، جي ٻئي جاڙا هئا. اهڙا هڪجهڙا هئا، جو هنن کي سڃاڻڻ مشڪل هو. اهي ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي دولتمند چاچي جي گهر ٽڪر پور ڇڏائڻ لاءِ ويندا هئا، جو هو بکيا هوندا هئا.

هڪڙي ڏينهن اهو غريب جهنگ ۾ ٻهارين جي لاءِ ٽاريون ۽ گاهہ گڏ ڪرڻ لاءِ ويو، تہ هڪڙو سونو پکي پنهنجي ويجهو ڏٺائين. اهڙو سهڻو پکي هن عمر ۾ ڪونہ ڏٺو هو. انهيءَ کي ڪجهہ ٽائين ڏسي پوءِ هڪڙو ننڍو

پهڻ ڪٺي اچلائي انهيءَ کي هنيائين تہ وجي هن کي لڳو، پر اُن کي ايذاءُ ڪونہ ڏنائين. اُڏامندي اهو پکي هڪڙو سونو ڪنبُ ڪيرائي ويو، جو هن کڻي ورتو.

اهو سونو ڪنبُ، هو پنهنجي ڀاءُ سوناري وٽ کڻي ويو، ۽ چيائينس تہ "ادا، سونو ڪنبُ وٺ، ۽ انهيءَ جا مون کي پئسا ڏي." هن اهو چتائي ڏٺو تہ برابر اهو نج سون هو، ۽ انهيءَ جو جيڪو واجبي ملهہ هو، سو ڀاءُ کي ڏنائين.

ٻئي ڏينهن انهيءَ ساڳئي غريب ڀاءُ جهنگ ۾ ٽاريون ٻئي وڍيون تہ هڪڙي وڻ تان اهو ساڳيو سونو پکي اڏامي نڪتو. چتائي ڏسڻ سان هن انهيءَ وڻ ۾ هڪڙو آکيرو ڏٺو، جنهن ۾ هڪڙو سونو آنو پيو هو. هو اهو آنو کڻي گهر آيو ۽ شام جو اهو بہ کڻي پنهنجي ڀاءُ کي ڏيکاريائين، جنهن مُٺِ مُهرن جي ڏنيس، ۽ ايترو بہ چيائينس تہ "خود اهو پکي هٿ اچيئي تہ اهو بہ مون کي آڻي ڏي."

ڪن ڏينهن ڪان پوءِ، انهيءَ غريب ماڻهوءَ جهنگ ۾ اهو سونو پکي هڪڙي ٽاريءَ تي ويٺل ڏٺو. هن هڪڙو وڏو پهڻ کڻي هنيس تہ هو ڪِري پيو. هو اهو کڻي ڀاءُ وٽ آيو، جنهن ٿيلهي مُهرن جي ڏنيس. ڏاڍي خوشيءَ مان هو پنهنجي گهر ويو، جو ڄاتائين تہ هاڻ آئون گهڻوئي ڪي خريد ڪري سگهندسِ ۽ سکيو پيو گذاريندس.

سونارو ڏاڍو پڪو ماڻهو هو. تنهن سهي ڪيو ته هي ڪو رواجي پکي نه آهي، پر گهڻي قيمت وارو آهي! هن کي خبر هئي ته جيڪو ماڻهو انهيءَ پکيءَ جي دل ۾ جيرو کائيندو ، سو ڏهاڙي صبح جو اٿڻ سان، پنهنجي وهاڻي جي هيٺان به سونيون مُهرون لهندو.

تنهنڪري هن پنهنجي زال کي سڏي چيو ته "هي پکي وڃي پچائي اچ، پر سنڀال ڪجئين ته هن مان ڪو ذرو به نڪري نه وڃي، جڏهن پچي تيار ٿئي، تڏهن مون کي آڻي ڏج ته آئون اڪيلو اهو کان، ۽ انهيءَ مهل ٻئي ڪنهن ماڻهوءَ کي اچڻ متان ڏين." زالس اهو پکي ڪٽي باهه تي پچائڻ ويئي.

اهڙو اتفاق ٿيو، جو جڏهن زال باهه تي اُهو پکي ويئي پچايو ته اوچتو ڪنهن ضروري ڪم لاءِ اٿي ويئي، ته ٻئيانسِ هُن ٻهاري ناهڻ واري جا ٻيئي جاڙا پٽ اتي آيا. پکي پچندو ڏسي شيخ کي اٿلائڻ لڳا ته سڙي نه وڃي. اوچتو منجهانس ٻه ذرا ڪِري ڪيريءَ تي پيا، اهو هو ڪٽي کائي ويا، جو هو بکيا هئا.

سگهوئي پوءِ زال به بورچيخاني ۾ آئي. هن انهن چوڪرن کي ڪي کائيندو ڏٺو. پڇيائين ته "ڇا ٿا کائو؟" هنن چيو ته "انهيءَ پکيءَ مان ٻه ذرا ڪِري پيا، سي اسان

ڪٽي ڪاڏا.“ زال ڏاڍي ڊني، جو ڄاڻائين تہ اهي دل ۾ جيرو هوندا، جن بابت مڙسس تاڪيد ڪيو هو، ۽ هاڻ اهو ڏاڍو ڪاوڙيو. تنهنڪري هن هيئن ڪيو، جو هڪڙو ننڍو ڪڪڙ جو چوزو ڪهي، ان جي دل ۾ جيرو ڪڍي پچائي، انهيءَ پڪيءَ ۾ وجهي مڙس وٽ کڻي آئي. مڙسس اهو سارو کائي ويو ۽ ذرو بہ نہ ڇڏيائين. پر ٻئي ڏينهن صبح جو جڏهن وهاڻي جي هيٺان هٿ گهمايائين تہ جن ٻن سونين مُهرن ملڻ جي اميد هيس، سي نہ ڏٺائين.

هنن ٻن ڇوڪرن کي تہ پنهنجي ڀاڳ جي خبر ڪانہ هئي، تنهنڪري هنن صبح جو اٿڻ کان پوءِ وهاڻي جي ڇڪاس ڪانہ ورتي. پر جڏهن رلي ڪنيائون، تڏهن ٻہ مُهرون زمين تي ڇڻڪات ڪري ڪِري پيون. اهي هو کڻي پيءُ ڏي ڀڳا، جو اهي ڏسي حيران ٿيو.

ٻئي ڏينهن صبح جو بہ ٻہ پيون مُهرون لڌيون، ۽ انهيءَ کان پوءِ بہ روز بروز هنن کي ٻہ مُهرون پئي مليون. نيٺ اهو ڀاري جوڙڻ وارو پنهنجي ڀاءُ وٽ ويو، ۽ انهيءَ کي اها ڳالهہ ڪري ٻڌايائين. تنهن کي هڪدم پڪ ٿي تہ هن سوني پکيءَ جي دل ۾ جيرو انهن ٻن ڇوڪرن کاڌو آهي.

انهيءَ ڪري هو ڏاڍو ڪاوڙيو. هو ظالم ۽ سنگدل ماڻهو هو، تنهن انهن کي سيکت ڏيڻ جو ارادو ڪيو. هنن جي

پيءُ کي چيائين تہ "تنهنجي پٽن جو ڪنهن ڏائڻ سان واسطو آهي، تنهنڪري انهن نياڻن کي تون گهران ڪڍي ڇڏ، ۽ انهن مُهرن کي متان هٿ لائين، نہ تہ ڪا مصيبت متان پوندءِ."

پيءُ کي پٽن ڪان ڏار تيڻ ڏادو ڏکيو لڳو، پر ڏائڻين جي حرڪت ڪان ڊنو، تنهن پنهنجن جاڙن پٽن کي جهنگ جي وچ ۾ ڇڏي ڏنو. هن جي وئي ڪان پوءِ ڇوڪرا اڪيلائيءَ ۾ ڊنا، ۽ گهر موٽڻ جي ڪوشش ڪيائون، پر مورڳو ويا پري پوندا. نيٺ هڪڙو شڪار ڪندڙ ماڻهو ملين، تنهن پڇين تہ "اوهين ڪير آهيو، ۽ هھڙي گهاٽي جهنگ ۾ اڪيلا ڇا ٿا ڪريو؟"

هنن ورندي ڏني تہ "اسين فلاڻي غريب ٻهارين جوڙيندڙ جا پٽ آهيون، پر هن اسان کي پاڻ وٽ نہ رکيو، جو ڏهاڙي صبح جو اسان جي وهاڻن جي هيٺان ٻہ مهرون لينديون آهن. هن کي ڊپ ٿيو تہ اسان جي ڪن ڏائڻين يا جنن ڀوتن سان واسطو آهي."

شڪاريءَ چيو تہ "انهيءَ ۾ ڇا ٿيو؟ جي اهي پئسا سجائي ڪم ۾ اچن تہ پوءِ ڪهڙي حرڪت آهي؟ فڪر ناهي، اوهين مون سان گهر هلو. آئون اوهان جو پيءُ ٿيندس، ۽ اوهين منهنجا پٽ ٿجو." شڪاريءَ کي اڳيئي اولاد ڪونہ

هو، تنهن جي سگهوئي هنن ٻارن سان محبت ٿي ويئي، ۽ هنن کي پنهنجو اولاد سمجهڻ لڳو.

# باب ٻيون

## ڇوڪرا دنيا جي ڪم ڪار کي لڳن ٿا

شڪاري رحمدل ماڻهو هو، ۽ هنن ڇوڪرن جي ڏاڍي سنڀال ڪيائين. هنن کي شڪار ڪرڻ ۽ بندوقون هڻڻ سيکاريائين ۽ جيڪي مهرون هنن جي وهاڻن هيٺان پيون ليندبون هيون، سي گڏ ڪندو رکندو ويو تہ هنن کي ڪم اچن.

جڏهن هو وڏا ٿيا، تڏهن هڪڙي ڏينهن هنن کي جهنگ ۾ وٺي ويو، ۽ چوڻ لڳو تہ "هنن پکين کي بندوقون هڻو ۽ نشان چٽيو!" هنن بندوقون هنيون تہ ٻيئي پکي ڪري پيا. وري ٻيا پکي ڏيکاريائين تہ هنن اهي بہ ماريا. پوءِ چيائين تہ "هاڻ اوهين هوشيار شڪاري ٿيا آهيو. هاڻ ڀلي وڃي پنهنجي منهن شڪار ڪريو." انهيءَ کان پوءِ هو پنهنجي منهن شڪار ڪندا رهيا.

هڪڙي ڏينهن هنن پاڻ ۾ ڪو پُور پچائي، ماني کائڻ مهل وڏي شڪاريءَ کي چيو تہ "بابا، اسان کي هڪڙو

سوال ڪرڻو آهي، تنهن جو جيسين جواب نہ ڏينديں، تيسين اسين ماني نہ کائينداسين." هن چيو تہ "ابا پڇو، جي ٻڌائڻ جهڙو هوندو تہ ٻڌائيندس." تڏهن هنن چيو تہ "اسان جي مرضي آهي تہ اسين وڃي پنهنجي منهن ڪم ڪار کي لڳون.

شڪاريءَ چين تہ "انهيءَ ڪري آئون ڏاڍو خوش ٿيندس. اوهين ڀلي وڃي ڪنهن ڪم ڪار کي لڳو، ۽ محنت ڪري گذران ڪريو ۽ سکيا ساوا ٿيو." تنهن کان پوءِ هنن ماني کاڌي، ۽ ڏاڍا خوش ڏسڻ ۾ آيا. جيڪي سندن مهرون گڏ ٿيون هيون، سي بہ، ڏنائين، ۽ موڪلائيءَ مهل هڪڙو چمڪندڙ ڦر سان چاڪون بہ ڏنائين.

هنن کي چيائين تہ "جي ڪنهن وقت جهنگ ۾ هڪٻئي کان ڌار ٿيو تہ هي چاڪون ڪنهن وڻ ۾ هڻجو. پر اهڙيءَ طرح جو ڦر جا ٻيئي پاسا انهن طرفن ڏي ٿين، جن طرفن ڏي اوهين ٻيئي ويا هجو. پوءِ جي اوهان کي هڪٻئي جي حال معلوم ڪرڻ جي مرضي ٿئي تہ اچي انهيءَ چاڪونءَ کي ڏسجو. جي اوهان مان ڪو مـــري پوندو تہ ڦر جو اهو پاسو ڪٽجي ڪارو ٿي پوندو، پر جي اهو جيئرو هوندو تہ اهو پاسو چمڪندڙ رهندو."

پوءِ هو شڪاريءَ کان موڪلائي نڪتا، ۽ هڪڙي وڏي

ٻيلي ۾ ايا. سڄو ڏينهن انهيءَ ۾ پنڌ ڪيائون، آخر رات جو اتي منزل ڪيائون، ۽ جيڪا ماني ساڻ کڻي هئائون، سا کاڌائون.

ٻئي ڏينهن بہ هو ٻيلي جي ٻي ڪنڌيءَ تائين نہ پهچي سگهيا. ٻک لڳين ۽ وڌيڪ ماني ساڻ ڪانہ هين، تنهنڪري ڀائنيائون تہ ڪو پکي شڪار ڪري پچائي کائون. اوچتو هڪڙي مادي سهي اچي سندن اڳيان لنگهي. هڪڙي ڀاءُ هن کي مارڻ جي لاءِ بندوق سنئين ڪئي تہ سهيءَ چين:

**بيت**

"ڇڏيو مون نماڻيءَ کي تان پئي جيان،
ٻچا پنهنجا آڻي اوهان کي ڏيان."

تنهن تي سهي هڪڙي ڳاتي ٻوڙي ۾ گهڙي ويئي ۽ ٻہ ننڍڙا سها وني آئي. اهي اهڙا سهڻا ۽ مزي جهڙا هئا، ۽ هيڏي هوڏي خوشيءَ مان ٽپي ٽپيا. جو هنن ٻن ڀائرن جي دل نہ چيو، تہ انهن کي ڪهي کائين. تنهنڪري اهو هنڌ ڇڏي اڳيرو هليا.

سگهوئي هڪڙي لومڙي اڳيان اچي لنگهين، ۽ انهيءَ کي بندوق هڻڻ تي هئا تہ انهيءَ بہ چين:

**بيت**

”چڏيو مون نماڻيءَ کي تان پئي جيان،
ٻچا پنهنجا آٽي اوهان کي ڏيان.“

هن به وڃي پنهنجا به ٻچا آندا، جن کي پڻ هنن جي دل نه چيو ته ڪهن، سهن جي ٻچن سان هنن کي به گڏي چڏيائون.

اجا اڳيرو هليا ته وري هڪڙو ٻگهڙ ملين، ۽ پوءِ رڇ ملين ۽ نيٺ هڪڙو شينهن ملين. هرهڪ جانور هنن ٻن ٻائرن کي ٻه - ٻه ٻچا ڏيندو ويو، ۽ پنهنجو ساهه بچائيندو ويو. هنن وٽ ٻه سها، ٻه لومڙيون، ٻه ٻگهڙ، ٻه رڇ ۽ ٻه شينهن ٿيا.

پر هنن کي کاڌو نه مليو هو، تنهنڪري ڏاڍي بک لڳين. لومڙين کي چيائون ته ”توهين چالاڪ آهيو، اسان لاءِ کاڌي جي شيءِ ڪٿي اچو“ هنن چيو ته ”هتان ٿوري پنڌ تي هڪڙو ڳوٺ آهي، جتان اسان جي ماءُ گهٽائي ڪڪڙ ۽ بدڪون ڪٿي ايندي آهي. اسين توهان کي اهو ڳوٺ هلي ڏيکاريندينسين.“

هو ٻنهي ٻائرن کي انهيءَ ڳوٺ ڏ وٺي ويون، ۽ هنن اتي کائڻ لاءِ ڪي ورتو، ۽ پنهنجن جانورن لاءِ به کاڌو ورتائون. جڏهن سيني کائي ڍؤ ڪيو، تڏهن وري اڳتي پنڌ پيا. لومڙيون انهيءَ ملڪ جون واقف هيون، جو ماءُ سان گڏ

ڳهمڻ ويندي‌ون ۽ ڪڪڙيون چورائيندي‌ون هيون، تن هنن کي رستو ڏيکاريو.

انهيءَ طرح هنن شڪاري چوڪرن کان ڏينهن تائين ٻنڌ پئي ڪيو، ڪوبہ اهڙو ڏنڌو نہ لڳن، جو ڪري پاڻ ۾ ڳڌ گذارين. نيٺ منجهانئن هڪڙي چيو تہ ”بهتر آهي تہ ڏار ٿيون ۽ هرڪو پنهنجي منهن وڃي مٿو هڻي.“ تنهن تي هنن جانور ورهايا، ۽ هرهڪ کي هڪ سهو، هڪ لومڙي، هڪ بگهڙ، هڪ رڇ، ۽ هڪ شينهن مليو. هنن پاڻ ۾ انجام ڪيو تہ هڪٻئي کي پيا ياد ڪندا. پوءِ چاڪون هڪڙي وڻ ۾ کٽي هنيائون، جنهن جي ڦر جو هڪڙو پاسو اڀرندي ٿيو، ۽ ٻيو اُلهندي. پوءِ هڪٻئي کان موڪلائي جانور وٺي هليا ويا.

# باب ٽيون

## هڪڙي اژدها سان لڙائي

سگهوئي هڪڙو ڀاءُ پنهنجن جانورن سوڌو هڪڙي وڏي شهر ۾ آيو، جتي ڏسي تہ درن ۽ درين تي ڪارا پردا ٽنگيا پيا آهن، جا ڏک ۽ ماتم جي نشاني هئي. هو هڪڙي مسافرخاني ۾ وڃي ٽڪيو، ۽ طنبيلي ۾ جانور بيهاريائين.

طنبيلي جي پٺ ۾ هڪڙو تُنگ هو. تنهن مان سهو لنگهي ويو، ۽ وچي هڪڙي مُوري چورائي آيو ۽ ويهي ڪائڻ لڳو.

لومڙي به انهيءَ تنگ مان لنگهي ويئي، ۽ پهرين هڪڙي ڪڪڙ چورائي آئي. اها ڪائي، ڏؤ ڪري، وري وڃي هڪڙو ڪڪڙ جو ٻچو ڪٺي آئي. بگهڙ، رڇ ۽ شينهن انهيءَ تنگ مان لنگهي نه سگهيا. تنهنڪري انهن جي کاڌي لاءِ ٻه ٻڪريون ڪهٽيون پيون. جڏهن سڀ ڪائي پي رهيا، تڏهن شڪاري مهمانسراءِ جي نگهبان کان گهرن جي درن تي ڪارن پردن جو سبب پڇيو.

انهيءَ خبر ڏنيس، ته "اسان جي بادشاهه کي اولاد ئي هڪڙي ڌيءَ آهي، ۽ اها شهزادي سياڻي مرڻي آهي!" شڪاريءَ چيو ته "هوءَ بيمار آهي ڇا؟" هن چيو ته "نه، آهي چڱي ڀلي، پر انهيءَ هوندي به مرڻي سياڻي آهي!" شڪاريءَ جي وري پڇڻ تي هن هينئن ڳالهه ڪري ٻڌايس:

"هِن شهر کان ٻاهر هڪڙو وڏو جبل آهي، جنهن تي هڪڙي وڏي اژدها ٿي رهي. هر سال انهيءَ کي هڪڙي ڪُنئاري ڇوڪري ڏيندا آهن، نه ته جيڪر هوءَ شهر ۾ اچي، سڀ ماڻهو ناس ڪري وجي. هيستائين شهر ۾ جيڪي اهڙيون ڇوڪريون هيون، سي سڀ ڪائي ڪپايون

اٿس. هاڻ فقط هڪڙي بادشاهہ جي ڌيءَ اهي، جا سياڻي هن کي ڏيندا.“

شڪاريءَ پڇيو تہ ”هن کي مارين ڇو ٿا؟“ هن ورندي ڏني تہ ”گهڻئي پهلوان هن سان وڙهڻ لاءِ ويا آهن، ڇا لاءِ جو بادشاهہ اهڙو انجام ڪيو آهي، تہ جيڪو انهيءَ کي ماريندو، تنهن کي نہ رڳو شهزاديءَ سان پرڻائيندو، پر پنهنجي مرڻ کان پوءِ انهيءَ کي پنهنجي تخت ۽ تاج جو وارث ڪندو، پر افسوس تہ سڀ انهيءَ ڪوشش ۾ مارجي ويا آهن.“

شڪاري انهيءَ بابت وڌيڪ ڪين ڪڇيو، پر ٻئي ڏينهن صبح جو سوير اُٿيو ۽ پنهنجا جانور ساڻ وٺي جبل تي چڙهي ويو. جڏهن اُن جي چوٽيءَ تي آيو، تڏهن اتي هڪڙي ننڍي مڙهي ڏٺائين. اندر وڃي ڏسي تہ ٽلهي تي ٽي پيالا رکيا آهن، جي پاڻيءَ جهڙي ڪنهن شيءِ سان پريا پيا آهن. انهن جي مٿان هي لفظ لکيا پيا آهن تہ ”جيڪو هي پيالا پيئندو، سو دنيا ۾ نهايت زور وارو ماڻهو ٿيندو ۽ جيڪا ترار مڙهيءَ ڪان ٻاهر زمين ۾ لڳي پيئي آهي، سا ڪڍي ۽ هٿي سگهندو.“

هن هڪدم اهي پيالا نہ پيتا، پر پهرين ٻاهر نڪري ترار ڏسڻ ويو، ۽ انهيءَ کي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر

چوري بہ نہ سگھيس، تنهنڪري هو وري مڙهيءَ ۾ لنگهي ويو، ۽ وڃي اهي پيالا پيتائين. پوءِ آسانيءَ سان اها ساڳي ترار کڻي هلائي سگهيو. سگهوئي بادشاهہ ۽ ٻيا شهر جا ماڻهو، اها شهزادي ونئي پيادا جبل تائين آيا. شهزاديءَ پري کان چوٽيءَ تي هن جوان شڪاريءَ کي ڏٺو، ۽ ڀانئيائين تہ اها اژدها آهي، سا اڳتي نہ پيئي هلي.

پر جڏهن سيني چيس تہ جي مٿي نہ ويندينءَ تہ شهر جا سڀ ماڻهو مارجي ويندا، تڏهن پاڻ اڳتي هلي، بادشاهہ ۽ ٻيا امير امراءُ سڀ غمگين ٿي شهر ڏي موٽيا. فقط هڪڙي سپهہ سالار کي پٺتي ڇڏيائون، تہ پوءِ اچي ٻڌائي تہ پنيان ڇا ٿو ٿئي.

جڏهن شهزادي جبل جي چوٽيءَ تي آئي، تڏهن ڏسي تہ خوفناڪ اژدها جي بدران، هڪڙو خوبصورت جوان شڪاري بيٺو آهي. حيرت ۾ پئجي ويئي، انهيءَ چيس تہ "شهزادي، تون متان ڊڄي آهين. آئون انهيءَ اژدها سان وڙهندس ۽ ضرور انهيءَ کي ماريندس. تون هلي اندر مڙهيءَ ۾ ويهہ."

سگهوئي پوءِ شڪاريءَ هڪڙي وڏي گوڙ ٻڌي، جنهنڪري ڌرتي ئي ڏُٻي ويئي. ڏسي تہ هڪڙو وڏو ستن مٿن سان نانگ آهي، سو ڪاهيندو پيو اچي. جڏهن اهو

ويحهو آيو، تڏهن پڇڻ لڳو: ”تون جبل تي ڇو آيو آهين؟“ شڪاريءَ جواب ڏنس تہ ”توسان وڙهڻ لاءِ آيو آهيان.“

اڙدها کلي چيس تہ ”گهڻن بهادرن ۽ پهلوانن اهڙي ڪوشش ڪئي آهي، پر پنهنجي جان وڃائي اٿن. اڄهو انهيءَ دم تون بہ ٿو مرين.“ ايئن چئي هن پنهنجي ستن ئي واتن مان باھ ڪڍي، جنهن آسپاس جي جهنگ کي ساڙي ڇڏيو. باھ جي دونهين ۽ سيڪ شڪاريءَ کي بيهڻ ئي نٿي ڏنو، پر هن جا جانور باھ جي مٿان ٻوڙندا آيا.

اتي اڙدها شڪاريءَ تي حملو ڪيو تہ شڪاريءَ ترار مٿي ڪئي، ۽ اهڙي هنيائينس، جو هن جون ٽي سسيون لهي پيون. اڙدها پاڻ زياده ڪاوڙي، ۽ شڪاريءَ تي باھ جا الا اڇلڻ لڳي. شڪاري پاسي تي ترار سان ٻيو ڌڪ هنيس، تہ ٽي ٻيون سسيون بہ وڃي پيس.

بلا مان رت وهڻ لڳو ۽ هوءَ نِستي ٿيڻ لڳي. پر هن وري بہ مٿس وار ڪيو. جيتوڻيڪ شڪاري هاڻي ٿڪجي پيو هو، تہ بہ ٻہ ڌڪ ٻيا هڻي اڙدها جي سسي بہ وڍي وڌائين ۽ پڇ بہ وڍي وڌائينس. پوءِ هن پنهنجن جانورن کي ٻڇيو. جن ڇِني ڦاڙي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيس.

جڏهن لڙائي پوري ٿي، تڏهن شڪاري موٽي مڙهي ۾ آيو. شهزاديءَ کي ڏٺائين تہ هيٺ زمين تي ڪِري پيئي آهي.

جيسين ٻاهر لڙائي پئي هلي، تيسين هوءَ ڊپ ۽ خوف کان بيهوش ٿي ويئي هئي. شڪاريءَ ڪٽي ٻاهر ڪليل هوا ۾ آندس ۽ گاهه تي ڪٽي رکيائينس. سگهوئي هن ساهه پٽيو ۽ اکيون کوليون. هن ٻڌايس ته اژدها مارجي ويئي ۽ ڏيکاريائينس به.

هوءَ ڏاڍي خوش ٿي ۽ هن کي چوڻ لڳي ته ”تون ڏاڍو بهادر شخص آهين، آئون تنهنجي گهڻو شڪر گذار آهيان. هاڻ آئون توسان شادي ڪنديس، جو منهنجي پيءُ بادشاهه انجام ڪيو آهي ته جيڪو انهيءَ اژدها کي ماريندو، تنهن سان مون کي پرڻائيندو.“

شهزاديءَ کي ڳچيءَ ۾ هڪڙو پنج سَرو هار پيو هو، سو لاهي انعام وانگي ورهائي، هن جي جانورن کي ڏنو. شينهن کي سوني ڊُگڊگي ڏنائين. شڪاريءَ کي ڪيسي مان پٽ جو رومال ڪڍي ڏنائين، جنهن تي سندس نالو پريل هو. هن وچي اژدها جون ست زبانون وڍي انهيءَ رومال ۾ ويڙهي ڪنيون.

# باب چوٿون

## هڪڙو عجيب علاج

جوان شڪاريءَ شهزاديءَ کي چيو ته ”شهزادي، تون ڊپ کان ٿَڪي هوندينءَ، هاڻي هلي ٿورو آرام ڪر. توکي ڪوبه ايذاءُ نه پهچندو.“ هوءَ برابر ٿڪل هئي، ۽ خوشيءَ سان اتي گاهه تي ليٽي پيئي، ۽ ننڊ ڪٽي ويس.

شڪاري پاڙ به ههڙي سخت لڙائيءَ کان پوءِ ٿڪجي پيو هو، تنهن شينهن کي چيو ته ”آئون ٿورو آرام ٿو ڪريان، تون ويجهو ٿي ويهه.“ ائين چئي پاڙ به شهزاديءَ جي ويجهو گاهه تي سمهي پيو ۽ ننڊ ڪٽي ويس. شينهن پنهنجي ڌڻيءَ جي حڪم موجب سندس ويجهو ويهي رهيو، پر هو به ٿڪل هو، تنهن رڇ کي چيو ته ”مون کي ننڊ ٿي اچي، آئون ٿورو آرام ٿو ڪريان. ڪو اچي ته مون کي جاڳائج.“

تنهن تي رڇ شينهن جي ويجهو ٿي ويٺو. پر اهو به ٿڪل هو، تنهن وري بگهڙ کي چيو ته ”تون اچي منهنجي پاسي ۾ ويهه ته آئون ننڊ ڪري وٺان جو ٿڪجي پيو آهيان.“ بگهڙ ان موجب ويٺو، پر هو به ٿڪجي پيو هو،

تنهن لومڙيءَ کي چيو تہ "آئون سمهان ٿو، تون جاڳ، جي ڪو ماڻهو اچي تہ مون کي جاڳائج."

انهيءَ طرح لومڙي بہ بگهڙ جي پاسي ۾ ويٺي، پر ٿين وانگي ٿڪل هئي ۽ ننڊ اچڻ لڳيس، تنهنڪري سهي کي چيائين تہ "آئون ٿي سمهان، تون جاڳ، ۽ ڪو بہ اچي تہ مون کي جاڳائج." ان موجب سهو لومڙيءَ جي پاسي ۾ ويهي رهيو، پر اهو بہ ٿڪل هو، تنهن کي بہ ننڊ ڪٽي ويئي، اگرچ باقي ٿيو ڪونہ هو، جنهن کي جاڳائڻ ۽ پهري ڏيڻ لاءِ چوي.

مٿي چيو ويو آهي تہ بادشاهہ سپہ سالار کي هيٺ چڏي ويو هو، تہ جيڪي ٿي گذري تنهن جي هن کي خبر ڏئي. تنهن جڏهن ڏٺو تہ اژدها شهزاديءَ کي ڪٽي کڻي ويئي ۽ مٿي جبل جي چوٽيءَ تي ماٺ لڳي پيئي آهي، تڏهن ڊپ ڇڏي همت ڪري سماءُ رکڻ لاءِ مٿي ويو.

ڏسي تہ شهزادي ۽ هڪڙو جوان شڪاري ۽ ٿيا جانور ستا پيا آهن ۽ انهن جي ويجهو اژدها مئي پيئي آهي. هڪدم سهي ڪيائين تہ انهيءَ جوان اها پربت بلا ماري هوندي! اهو سپہ سالار خراب ماڻهو هو، تنهن کي اها لالچ ٿي تہ آئون شهزاديءَ سان شادي ڪريان، تنهن هيئن ڪيو جو ترار ڪڍي انهيءَ جوان شڪاريءَ جي سِسي لاهي ڇڏي.

پوءِ ستل شهزاديءَ کي آرام سان پاڪر ۾ ڪٺي جبل تان هيٺ لهي آيو. اتي هوءَ اوچتو جاڳي پيئي ۽ دانهون ڪرڻ لڳي، سپہ سالار چيس تہ ”تون هاڻ منهنجي وس ۾ آهين. سيڪنهن کي چؤ تہ مون اها اژدها ماري آهي.“ شهزاديءَ چيو تہ ”آئون ائين ڪين ڪنديس. انهيءَ جوان شڪاريءَ ۽ سندس جانورن هن کي ماريو ۽ مون کي بچايو آهي. مون پنهنجن اکين سان ڏٺو.“ پر بدمعاش سپہ سالار ترار ڪڍي هن کي مارڻ جو دڙڪو ڏنو، تنهنڪري هن لاچار ائين چوڻ جو انجام ڪيو.

پوءِ سپہ سالار هن کي محلات ڏي وٺي ويو. بادشاهہ پنهنجي ڌيءُ کي صحيح سلامت ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. سپہ سالار ٻڌايس تہ ”انهيءَ بلا کي ماري شهزاديءَ کي مون بچايو آهي، تنهنڪري هاڻ انجام موجب حضور انهيءَ جي مون سان شادي ڪرائي.“ بادشاهہ انهيءَ بابت ڌيءَ کان پڇيو. انهيءَ چيس تہ ”شايد ائين هوندو، پر هڪڙي سال ۽ هڪڙي ڏينهن تائين آئون شادي ڪرڻ نہ ڏينديس.“ دل ۾ خيال ڪيائين تہ شايد انهيءَ وچ ۾ هن جوان شڪاريءَ جو ڪو پتو پئجي وڃي.

هوڏي هو سڀ جانور پنهنجي مئل ڌڻيءَ جي پاسي ۾ ستا پيا هئا. نيٺ هڪڙي وڏي ماکيءَ جي مک اچي سهي

جي نڪ تي ويني، ۽ چُرڻ پُرڻ لڳي، پر سهو انهيءَ کي هڪلي وري سمهي پيو. تڏهن مک نڪ تي ڏنگ هنيس. جنهن تي سهو جاڳيو ۽ نڪ مَلڻ لڳو. پوءِ لومڙيءَ کي جاڳايائين، جنهن وري بگھڙ کي جاڳايو، ۽ بگھڙ واري سان رڇ کي، ۽ رڇ شينهن کي جاڳايو.

شينهن اٿڻ سان ڏسي ته سندس ڏٺي مئو پيو آهي، ۽ شهزادي آهي ئي ڪانه! رڇ کان پڇڻ ۽ انهيءَ کي عتاب ڏيڻ لڳو، رڇ بگھڙ کي عتاب ڏنو، ۽ بگھڙ لومڙيءَ تي ڪاوڙيو، ۽ لومڙي سهي تي. ويچاري سهي کي پيو ڪونه تي سجهيو جنهن تي بار وجهي. ڏاڍو ڏنو. هنن کي چيائين ته "اوهين مون کي جيئدان ڏيو ته آئون پنهنجي ڏٺيءَ کي وري جيئرو ڪريان. مون کي جهنگ ۾ هڪڙي ٻوٽيءَ جي پاڙ سُجهي تي، جا جيڪڏهن ڦٽ کي لائبي ته اهو ڇُٽي ويندو ۽ سيڪا بيماري لهي ويندي، پر اها هتان ٻه سؤ ميل پري هڪڙي جبل تي آهي!"

شينهن چيو ته "هڪدم وڃي اها کڻي آءُ،انهيءَ لاءِ توکي چوويهن ڪلاڪن جي مهلت ٿي ڏجي. وڌيڪ هڪڙو لحظو به مهلت نه ڏبي." ان موجب سهو ڊوڙندو ويو، ۽ چوويهن ڪلاڪن کان به گهٽ عرصي ۾ اها پاڙ کڻي موٽي آيو. هڪدم شينهن سِسي کڻي شڪاريءَ جي ڳچيءَ

تي رکي، ۽ سهي اها پاڙ کڻي انهيءَ جي وات ۾ وڌي ته جهٽ دل هلڻ لڳي، ۽ شڪاري جيئرو ٿي اٿي ويهي رهيو.

جڏهن شڪاري جاڳيو، تڏهن شهزادي نه ڏسي ٻڇي ويو. ٻانئيائين ته پاڻ اڳي جاڳي، ۽ مون کي ستل ڏسي هلي ويئي آهي، ۽ هاڻ مون کان عمر جي لاءِ ويئي! شايد آئون هن کي نٿي وڻيس، تنهنڪري ائين ڪيائين. اهي خيال پچائي هو ڏاڍو غمگين ٿيو.

اتفاق هيئن ٿيو ته شينهن ٽڪر پڪڙ ۾ شڪاريءَ جي سِسي اُبتي کڻي ڳچيءَ تي رکي هئي، جنهنڪري منهن ٿيس پٺيءَ ڏي. شڪاريءَ کي ته پهرين ڳڻتين جي ڪري اهو سماءُ ڪونه پيو، جڏهن کي ڪائڻ لڳو، تڏهن اها ڳالهه ڏيان تي آيس، ۽ سمجهي نه سگهيو ته وات پٺيءَ ڏانهن ڪيئن ٿيو! تنهنڪري پنهنجن جانورن کان انهيءَ جو سبب پڇيائين.

شينهن سڄي ڳالهه ڪري ي ٻُڌايس ۽ چيائين ته "اسان کي ڏاڍو ارمان آهي ته جو اسان سيني کي ننڊ کڻي ويئي، پر هاڻي حرڪت ڪانهي، انهيءَ جو اسين علاج ڪري سگهنداسين." ائين چئي هن ترار کڻي شڪاريءَ جي سِسي وري ٻيو پيرو لاهي، سندس ڳچيءَ تي سنئين ڪري رکي، ۽ سهي عجيب پاڙ لائي زخم چٽايو. پوءِ هو پنهنجي سفر تي هليا.

# باب پنجون

## شڪاري موتي اچي تو

هڪڙي سال جي سفر کان پوءِ شڪاري موتي ساڳئي انهيءَ شهر ۾ آيو، جنهن ۾ شهزاديءَ کي اژدها کان بچايو هئائين. هن پيري ماتم جي ڪارن پردن جي بدران سيني گهرن ۽ دڪانن تي ڳاڙها خوشيءَ جا پردا ۽ ڪپڙا ٽنگيل هئا. مهمانسراءِ جي نگهبان کان انهيءَ جو سبب پڇيائين.

انهيءَ چيس تہ "پر سال اسان جي بادشاهہ جي ڌيءَ اژدها کي ڏيٺي هئي ۽ اُها مرڻي هئي، پر سپہ سالار اژدها سان وڙهي اُن کي ماريو هو، ۽ شهزاديءَ جي جان بچائي هئائين، تنهنڪري هاڻي ساڻس هن جي شادي ٿيڻي آهي."

بئي ڏينهن شڪاري نگهبان کي چيو تہ "جي انصاف مڃين تہ اج بادشاهہ جو طعام هتي ٿو گهرايان ۽ پاڻ سيئي گڏجي ويهي ٽا کائون!"

هن چيو تہ "ائين پلا ڪيئن ٿيندو؟" شڪاريءَ چيو تہ "چڱو، هاڻ ڏس." پوءِ پنهنجي سهي کي سڏي چيائين تہ "بابا وڃ، وڃي محلات مان بادشاهہ جي کائڻ واري مانيءَ مان ڪي ڪٽي اچ." سهو حڪم جي پنيان نڪتو سَهي،

پرڏاڍو ڊپ ٿيس. محلات جي در وٽ هڪڙو ڪتو ڀنيانس ڪاهي پيو. تنهنڪري هو ڊوڙي سامهون چوڪيدار جي گهر ۾ گهڙي ويو، ۽ چوڪيدار ڪتي کي هڪالي ڪڍيو.

پوءِ وجهہ ڏسي لِڪي سهو محلات ۾ گهڙي ويو ۽ جتي شهزادي ويٺي هئي، اتي سندس ڪرسيءَ جي هيٺان لڪي ويهي رهيو. ۽ آهستو هن جو پير ٺُنهن سان ڪرڙڻ لڳو. شهزاديءَ ڀانئيو تہ ڪا ٻلي آهي، پر هيٺ جهاتي ڏسي تہ سهو آهي، ۽ انهيءَ جي ڳچيءَ ۾ جيڪا سندس هار جي هڪڙي سَرَ پئي هئي، تنهن تي سڃاتائينس.

هٿن ۾ کڻي چيائينس تہ "منهنجا پيارا سها، تون هتي ڪيئن آئين؟" هن چيو تہ "منهنجو ڌڻي، جنهن اژدها کي ماريو، سو هن شهر ۾ آيو آهي، ۽ اهو بادشاهہ جي ڪاڻ واري مانيءَ مان ڪي گهري ٿو." شهزادي، جنهن سارو سال انهيءَ جوان شڪاريءَ جي سڪ ۽ انتظار ۾ گذاريو هو، ۽ ڄاتائين ٿي تہ گم ٿي ويو آهي، سا هن جي اچڻ جو ٻڌي ڏاڍي خوش ٿي.

بورچيءَ کان ماني وٺي سهي کي ڏنائين. پر سهي چيس تہ "مون کي رستي ۾ ڪتا هلاڪ ڪندا. تون ڀلائي ڪري بورچيءَ کي چئو تہ مهمانسراءِ تائين مون سان گڏجي هلي. شهزاديءَ بورچيءَ کي حڪم ڏنو ۽ اهو ماني کڻي سهي

سان گڏجي هليو. در تان سهو اها ماني ڪٺي پنهنجي ڏٺيءَ وٽ آيو، جنهن اها مهمانسراءِ جي نگهبان کي ڏيکاري ۽ هو حيرت ۾ پئجي ويو!

شڪاريءَ وري لومڙيءَ کي چيو ته ”هاڻ تون وڃي بادشاهه جي کائڻ واري ڪباب مان ذرو ڪٺي آ ءُ“. لومڙي به سهي وانگر ويئي، ۽ شهزاديءَ جي ڪرسيءَ هيٺان لڪي ويئي، جنهن پتو ڏسي سجاتس ۽ بورچيءَ جي هٿان ڪباب ڪٺائي موڪليو. لومڙي اهو ڪٺي پنهنجي ڏٺيءَ تائين نيو ۽ هن نگهبان کي ڏيکاريو، جو وري به حيران ٿي ويو.

انهيءَ طرح شڪاريءَ وري بگهڙ موڪلي پاڇيءَ ذرو گهرايو. وري رڇ کي موڪلي حلوو گهرايو. ۽ پڇاڙيءَ ۾ شينهن کي موڪلي بادشاهه جي پيئڻ واري شراب مان ٿورو گهرايو. جڏهن بادشاهي کاڌو اچي گڏ ٿيو، تڏهن سڀني ويهي گڏجي کاڌو. انهيءَ طرح شهزادي به انهن جانورن کي ڏسي ۽ سڃاڻي خوش ٿي ۽ شڪاري به خوش ٿيو، جو ڄاتائين ته شهزادي کي سندس اچڻ جي خبر پيئي آهي ۽ اڃا هن جي ساڻس محبت قائم آهي.

# باب ڇهون

## محلات ۾

جڏهن سيني ماني کائي بس ڪئي، تڏهن شڪاريءَ مهمانسراءِ جي نگهبان کي چيو ته ”هاڻ مون بادشاهه جي ماني کاڌي آهي، هاڻ سندس محلات ۾ ويندس ۽ سنديس ڌيءُ سان شادي ڪندس.“ هن چيو ته ”اهو ڪيئن ٿي سگهندو؟ اڳيئي سپه سالار سان شاديءَ جو بندوبست ٿي ويو آهي، جنهن اژدها کي ماريو آهي.“ شڪاريءَ چيو ته مون وٽ ڪا شيءِ آهي، جا مون کي مدد ڪندي.“ ائين چئي اژدها جون ست زبانون، جي شهزاديءَ جي رومال ۾ ويڙهي رکيون هئائين، سي ڪڍي ڏيکاريائينس ۽ چيائينس ته ”اژدها کي مون ماريو هو.“

مهمانسراءِ واري چيو ته ”تو ڪي ڏاڍا عجيب ڪم ڪيا آهن، پر مون کي ڊپ آهي ته تنهنجي فتحيابيءَ جو وقت لنگهي ويو آهي!“ شڪاريءَ چيو ته ”هاڻ ويهي تماشو ڏس.“ انهيءَ ڏينهن بادشاهه مانيءَ مهل پنهنجي ڌيءُ کان پڇيو ته ”اڄ صبح کان وٺي تنهنجي جاءِ ۾ ڪي جانور پئي آيا آهن، تنهن جو مطلب ڇا آهي؟“ هن چيو ته ”بابا سائين،

في الحال آئون بيو ڪين تي چوان، اوهين خود انهن جانورن جــي مـالڪ کي گهرايو ته اهو اوهان کي ساري خبر ڏئي."

تڏهن بادشاهه ماڻهو موڪلي شڪاريءَ کي گهرايو. شڪاريءَ مهمانسراءِ واري کي چيو ته "ميان، ڏنئي"، بادشاهه پاڻ ئي مون کي پنهنجي محلات ۾ گهرايو آهي. "بادشاهه جي نوڪر کي چيائين ته "بادشاهه سلامت کي وڃي چئو ته آئون ائين ڪين ايندس. مون ڏي ڇهن گهوڙن واري گاڏي موڪل ته انهيءَ تي چڙهي اچان."

نوڪر اهو پيغام وٺي ويو. بادشاهه ڏيءُ سان صلاح ڪري پنهنجي گاڏي نوڪرن سميت هن ڏي موڪلي ڏني. مهمانسراءِ جو نگهبان اهو ڏسي حيران ٿي ويو. شڪاري گاڏيءَ ۾ چڙهي وينو ۽ اچي محلات ۾ لٿو. بادشاهه هن کي گڏيو ۽ کيس سندس جانورن سميت اندر وٺي ويو. شڪاري شهزاديءَ جو هٿ چمي ادب سان پاسي تي ويهي رهيو. ٻئي پاسي کان سپه سالار اچي وينو، پر شڪاريءَ کي سڃاتائين ڪين ٿي.

بادشاهه اژدها جون ست سسيون گهرائي حاضر ماڻهن کي ڏيکاريون ۽ چوڻ لڳو ته "هي انهيءَ اژدها جون سسيون آهن، جنهن پر سال هن شهر ۾ قڙقوٽ ڪٽي وڌي هئي، ۽

جنهن کي نيت اسان جي بهادر سپه سالار ماريو ۽ انهيءَ جي انعام ۾ اڄ هن جي منهنجي ڌيءَ سان شادي ٿيڻي آهي." تنهن تي شڪاريءَ اُٿي ستن ئي سسين جا وات ڦاڙي پڇيو تہ "سو تہ چڱو سائين، پر هنن جون زبانون ڪٿي آهن؟" سپه سالار دپ ۽ شرمندگيءَ ۾ اچو ٿي ويو.

شڪاريءَ چيو تہ "جيڪي ڪوڙ ڳالهائيندا، تن جي زبان نہ هلندي. جنهن وٽ اژدها جون زبانون هونديون، سوئي اُن جو سچو ماريندڙ آهي. اجهي اُهي زبانون مون وٽ آهن." ائين چئي ست ئي زبانون، جي وٽس رومال ۾ ويڙهيل هيون، سي ڪڍي ٻاهر ڪيائين، ۽ هرهڪ سسيءَ ۾ رکي ويو، ۽ اُهي انهن جي وڍيل زبانن سان ملي آيون.

پوءِ شهزاديءَ ڏي منهن ڪري، اُهو رومال جنهن تي سندس نالو ڀريل هو، سو ڏيکاريائينس ۽ پڇيائينس تہ هي ڪنهن جو آهي؟ شهزاديءَ ورندي ڏني، تہ "هي منهنجو آهي. اهو مون توکي انهيءَ ڏينهن ڏنو هو، جنهن ڏينهن تو انهيءَ اژدها کي ماريو هو." شڪاريءَ وري پنهنجن جانورن جي ڳچين مان پنج ئي سَرون ۽ سوني ڏُگدگي شينهن جي ڳچيءَ مان لاهي، گڏي پڇيو، تہ "هي هار ڪنهن جو آهي؟" شهزاديءَ وري بہ چيو تہ "اهو بہ منهنجو آهي، جو مون انهيءَ ڏينهن جانورن کي انعام ۾ ورهائي ڏنو هو."

بادشاهه حيران ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو ته "آئون ته هيءُ پرولي سمجهي نٿو سگهان. هي ڪا عجيب ڳالهه آهي. هن جو مطلب ڇا آهي؟" تڏهن شڪاري ۽ شهزاديءَ ٻنهي ساري ڳالهه بادشاهه کي ڪري ٻڌائي. بادشاهه ڏاڍو ڪاوڙيو. سپه سالار کي هڪدم مارائي ڇڏيائين، پوءِ اهو شڪاري شهزاديءَ سان شادي ڪري شهزادو ۽ ولي عهد ٿي وينو. هن ماڻهو موڪلي پنهنجي غريب پيءُ ڀارين جوڙڻ واري کي، توڙي پنهنجي شڪاريءَ پيءُ ۽ پنهنجي ماءُ کي گهرائي ورتو، ۽ انهن کي ايترو مال ڏنائين، جو هو عمر لاءِ سکيا گذاريندا هئا.

# باب ستون

## بيئي پائر وري ملن تا

اسان جو جوان شهزادو اجا ٻه شڪار جو ڏاڍو شوقين هو، اڪثر هرڻن جي شڪار تي ويندو هو. هميشه پاڻ سان پنهنجا نوڪر وفادار ونيو ويندو هو. هڪڙي ڏينهن پري کان هڪڙو اڇو هرڻ ڏٺائين. پنهنجن ماڻهن کي چيائين ته "اوهين سڀ هت بيهو. متان اهو هرڻ ڀڄي وڃي. آئون اڪيلو هن جي پٺيان ٿو وڃان." ائين چئي هو پنهنجا

جانور وٺي جهنگ ڏي ويو.

نوڪر شام تائين اتي ترسيا، پوءِ محلات ڏي هليا آيا. شهزاديءَ کي پنهنجي مڙس جي نہ اچڻ ڪري ڏاڍو انتظار ٿيو. خاص ڪري جڏهن پيو ڏينهن بہ ائين ئي گذري ويو. هوڏي شهزادو هرڻ جي پٺيان ڪاهيندو ويو، ۽ وقت ۽ هنڌ جو ڪوبہ سماءُ ڪونہ ٿي پيس. جڏهن بندوق جي ڏڪ جيترو وڃي ويجهو پيس، تڏهن اهو هرڻ اوچتو نظر مان نڪري ويس اتي اڪ پٽيس ۽ ڏٺائين تہ پري اچي پيو آهيان، ۽ محلات ۾ پهچي نہ سگهندس. تڏهن گهوڙي تان لهي رات جهنگ ۾ رهڻ جو سعيو ڪيائين، ۽ ڪاٺيون گڏ ڪري باهہ ٻاريائين. باهہ تي ويٺو هو تہ مٿان وڻ تان هڪڙيءَ زال جو آواز ٻڌائين: تہ "آئون سيءَ ٿي مران، آئون سيءَ ٿي مران." شهزادو مٿي نهاري تہ هڪڙي ڪراڙي زال وڻ جي ٽارين ۾ ويٺي آهي. انهيءَ کي چيائين تہ "جي سيءَ ٿي مرين، تہ هيٺ لهي اچي باهہ تي ڪوسي ٿيءُ."

زال ورندي ڏني تہ "نہ، آئون تنهنجن جانورن کان ڊڄان ٿي." شهزادي خاطري ڏنيس تہ "هو توکي نہ ڇوندا." پر هن چيو تہ "مون کي هنن تي ڀروسو نٿو اچي. آئون هڪڙي ٽارڙي هيٺ ڪيرايان ٿي، تنهن سان تون هنن جي پٺي ٺپر. پوءِ هو مون کي ايذاءُ نہ پهچائيندا."

شهزادي کي اها خبر نہ هئي تہ اها ڪراڙي زال ڪا ڏائڻ آهي. جيئن هن چيس، تيئن ڪيائين. هڪدم سڀ جانور بدلجي پٿر ٿي پيا. پوءِ ڏائڻ وڻ تان لهي هيٺ ٿي، ۽ اها ساڳي ٿارڙي کڻي شهزادي جي انهيءَ سان پٺي نپريائين، تہ هو بہ ڦري پٿر ٿي پيو. تڏهن ڏائڻ خوشيءَ مان بيهي نچڻ ۽ ٽپڻ لڳي. پوءِ اهي سڀ پٿر کِهلي هڪڙيءَ کڏ ۾ اڇلائي ڇڏيائين، جتي پيا بہ گهڻا پٿر پيا هئا.

جڏهن شهزادو محلات ڏي نہ موٽيو، تڏهن شهزادي ڏاڍي بي آرام ٿيڻ لڳي. هاڻي اهڙو اتفاق ٿيو، جو ان وقت هو ٻيو ڀاءُ بہ انهيءَ ملڪ ۾ اچي نڪتو. سارو جهان پنهنجن جانورن سميت لتاڙي هاڻ وري بہ انهيءَ ساڳئي هنڌ آيو، جتان هو هڪٻئي کان جدا ٿيا هئا. جڏهن انهيءَ وڻ وٽ آيو، جنهن ۾ چاڪون هڻي ڇڏيو هئائون، تڏهن ڏسي تہ سندس ڀاءَ جي طرف وارو ڦر جو پاسو، ڪٽيو پيو آهي ۽ ٻيو پاسو پيو چمڪي.

تڏهن پڪ ٿيس تہ هن سان خير ڪونهي. ارادو ڪيائين تہ هن کي ڳولي لهي، من ڪا مدد ڏئي سگهيس. انهيءَ خيال سان هو پنهنجا جانور وٺي گهمندو انهيءَ شهر ۾ آيو، جنهن ۾ سندس ڀاءُ جي زال، بادشاهہ جي ڌيءُ هئي. جڏهن اهو جوان شڪاري محلات جي دَر وٽ آيو، تڏهن

درٻان سمجهيو اهو شهزادو آهي، سو اٿي تعظيم ڪيائينس، ۽ ٻڌايائينس تہ ٻہ ڏينهن سندس غير حاضر هئڻ ڪري شهزادي بي آرام پئي رهي آهي.

شڪاريءَ هڪدم سهي ڪيو تہ ڀاءُ سان همشڪل هئڻ ڪري، توڙي ساڳين جانورن جي هئڻ ڪري، دربار توڙي ٻين نوڪرن ڀُل ۾ کيس شهزادو سمجهيو آهي. ارادو ڪيائين تہ ڀلي هو انهيءَ ڀل ۾ هجن، تہ من پنهنجي ڀاءَ جو زياده سماءُ لهي سگهي، پر جي هن جي بچائڻ جي ڪا اميد هجي تہ هن کي بچائي. اهو پڪ پچائي هو ماٺ ڪري محلات ۾ لنگهي ويو. شهزادي بہ هن کي ڏسي ڏاڍي خوش ٿي، جو ڄاتائين تہ سندس مڙس آهي. پڇڻ لڳيس تہ "هي ٻہ ڏينهن ڪٿي هئو؟" هن ورندي ڏني تہ "جهنگ ۾ شڪار جي پٺيان پري وڃي نڪتس، ۽ رستو وڃائي ويهي رهيو هوس."

ٻن ـ ٽن ڏينهن جي اندر ڀاڻس جو سمورو حال کيس معلوم ٿي ويو؛ تنهنڪري هن ارادو ڪيو تہ وڃي جهنگن ۽ ٻيلن ۾ هن جي پڇا ڪري. شهزاديءَ توڙي بادشاهہ گهڻو ئي روڪيس، پر هو نہ رهيو. چوڻ لڳو تہ "منهنجي دل شڪار کان سواءِ نٿي رهي." انهيءَ طرح هو پنهنجا جانور ساڻ ڪري نڪري ويو. جهنگ گهمندي هن ڀاءُ وانگي

ساڳيو اچو هرڻ ڏٺو، ۽ انهيءَ جي پنيان ڪاهيائين، پر جڏهن رات پيئي، تڏهن وڻ جي هينان ٻاهه ٻاري ويهي رهيو.

هن ٻه انهيءَ ڪُراڙي زال جي دانهن ٻڌي، ته "سيءَ ٿي مران." شڪاريءَ چيس، ته "جي سيءُ ٿي مــرين ته لهي اچي ڪوسي ٿيءُ." زال چيس ته "جانورن جي ڊپ کان هيٺ نٿي لهان." هيءَ ٿاري انهن تي گهماءِ. " شڪاريءَ کي هن جي ڳالهين تي شڪ پوڻ لڳو. ڪاوڙجي چيائينس ته "نه، آئون ائين ڪين ڪندس. تون هڪدم لهي اچ، نه ته آئون بندوق هڻي اِتي ئي ماري ٿو وجهان ءِ." تنهن تي ڏائڻ ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳي. چيائينس ته "جيڪي وڻئي، سو ڪر، تون مون کي ڪو به ايذاءُ رسائي نه سگهندين."

هي ٻڌي شڪاريءَ مٿس بندوق سنئين ڪئي ۽ اها ڇوڙيائين، پر گوليءَ سانڏائڻ کي ڪو به ايذاءُ نه رسيو. پاڻ وڏا ٽهڪ ڏيئي شڪاريءَ تي کلڻ لڳي. پر شڪاريءَ کي خبر هئي ته جهنگ ۾ ڏائڻيون ملن ته انهن سان ڪهڙي هلت ڪجي. تنهن هيئن ڪيو، جو پنهنجي ڪوٽ مان چانديءَ جا ٻٽڻ ڇني، اهي گولين جي بدران بندوق ۾ وجهي، بندوق پري ڇوڙيائين ته هوءَ رڙ ڪري هيٺ ڪِري پيئي.

شڪاريءَ ڪٽي هن جي ڳچيءَ تي لت ڏني، ۽ چوڻ

لڳس تہ ”ڪُراڙي ڏائڻ، هاڻ مون کي هڪدم ٻڌاءِ تہ منهنجو ڀاءُ ڪٿي آهي، نہ تہ توکي باهہ ۾ اڇلايو ٿو وجهان.“ ڏائڻ ڏني ۽ چيائينس تہ ”مُون هن کي سندس جانورن سميت ڦيرائي، پهڻ ڪري ڇڏيو آهي، ۽ هڪڙيءَ ڪڏ ۾ پيا آهن.“ تنهن تي هُن چيس تہ ”ڪمبخت رن، انهن سڀني کي وري پنهنجي اصلوڪي صورت ۾ آڻ، نہ تہ اجها تي باهہ ۾ پوين.“

انهيءَ تي لاچار ڏائڻ هڪڙي ٿارڙي ڪٿي هلي انهن تي گهمائي، تہ نہ فقط هن جو ڀاءُ شهزادو ۽ سندس جانور اٿي کڙا ٿيا، پر ٻيا بہ پهڻ جيڪي ان ڪڏ ۾ پيا هئا، سي ماڻهو ٿي اٿيا. ڪي ڏنار، ڪي شڪاري، ڪي واڻهڙو ۽ واپاري. ٻيئي ڀائر هڪٻئي کي ڏسي، ڏاڍا خوش ٿيا ۽ هڪٻئي کي پيار مان ڀاڪر پائي گڏيا. پوءِ هنن ٻنهي گڏجي انهيءَ ڏائڻ کي ٻڌي، ڪٿي باهہ ۾ وڌو، جتي هوءَ سڙي مري ويئي.

هن جي مرڻ شرط اهو سارو ٻيلو ۽ جهنگ گم ٿي ويو، ۽ چوڌاري يڪو ميدان ٿي پيو. پري کان بادشاهہ جي محلات پئي ڏسڻ ۾ آئي. هو ٻيئي پنهنجا جانور وٺي انهيءَ پاسي هليا. رستي ۾ شهزادي پنهنجي ڀاءُ کي چيو، تہ ادا، پاڻ ٻنهي کي چڱا ڪپڙا پيا آهن، ۽ اسان مان هرهڪ کي پنج هڪجهڙا جانور آهن. هاڻ هيئن ٿا ڪريون، تہ آئون

محلات ۾ هڪڙي پاسي کان ٿو وڃان، تون ٻئي پاسي کان وڃ. ڏسون تہ شهزادي پنهنجو مڙس سڃاڻي سگهي ٿي يا نہ؟"

ان موجب هو ڏار ٿي محلات ۾ ويا. ٻنهي دروازن جي نگهبانن بادشاهہ ۽ شهزاديءَ کي اچي ٻڌايو، تہ شهزادو پنهنجن جانورن سميت هِن پاسي کان شڪار تان موٽيو ٿو اچي. بادشاهہ دربان کي چيو تہ هيءَ ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ اوهان ٻنهي مان هڪڙو پلجي ٿو يا ڪوڙ ٿو ڳالهائي، چالاڪ جو ٻيئي در هڪٻئي کان پري آهن." اچا دربان اتي ئي بيٺا هئا، تہ ٻيئي جوان گڏ جاءِ ۾ اندر لنگهي آيا، ۽ اچي بادشاهہ ۽ شهزاديءَ جي اڳيان بيٺا.

بادشاهہ بلڪل منجهي پيو. شهزاديءَ کي چيائين تہ "ابا، هنن ٻنهي مان ڪو سڃاڻي سگهين ٿي تہ تنهنجو مڙس ڪهڙو آهي؟" هنن ٻنهي جا مهاندا اهڙا تہ هڪجهڙا آهن، جو آئون تہ سڃاڻي نٿو سگهان!" تڏهن شهزاديءَ کي اوچتو پنهنجو هار ياد پيو، ۽ هڪڙي شينهن جي ڳچيءَ ۾ هار واري سوني ڏُگدگي ڏسي چوڻ لڳي، تہ "جنهن سان اهو شينهن آهي، سو منهنجو مڙس آهي."

تنهن تي شهزادي کلي ڏنو. چوڻ لڳو تہ "تون سچي آهين." پوءِ سيئي ويهي رهيا ۽ ٻنهي ڀائرن بادشاهہ کي

جيڪي تي گذريو، سو سڀ بيان ڪري ٻڌايو. هو ڏاڍو خوش ٿيا ۽ اها رات هنن نهايت خوشيءَ ۾ گذاري. شهزادو به پنهنجي ياءُ جي محبت ۽ هوشياريءَ تي فخر ڪرڻ لڳو، ۽ هميشه هن جو احسانمند رهندو آيو.

# ڀاءُ ڀيڻ

## باب پهريون

ٻہ يار

گهڻا ورهيہ ٿيا تہ ڪنهن هنڌ ننڍڙا ٻہ ڀاءُ - ڀيڻ رهندا هئا، جن جو هڪٻئي سان گهڻو پيار هوندو هو. هنن جي ماءُ مري ويئي هئي، تنهنڪري هنن کي انهيءَ جو گهڻو ڏک رهندو هو.

هڪڙي ڏينهن ڇوڪر پنهنجي ڀيڻ جو هٿ وٺي چيو تہ "ادي، امان جي مرڻ کان پوءِ اسان هڪڙو ڏينهن بہ سکيو نہ گذاريو آهي! سُڪل مانيءَ جو ٽڪر کاڌي لاءِ ٿو مليئون. ڪتو بہ اسان کان سکيو پيو گذاري. اَمان ويچاري اسان جو ههڙو حال ڏسي تہ جيڪر ڏاڍو ارمان ٿئيس. هاڻ بهتر آهي تہ هتان نڪري ڪنهن پاسي هليا هلون. هن کان وڌيڪ اسان جو خراب حال پيو ڪين ٿيندو."

انهيءَ طرح هو نڪري پيا ۽ هٿ هٿ ۾ ڏيو، پنڌ ڪندا هليا ويا. سڄ لٿي ڏاري هو هڪڙي وڏي ٻيلي ۾ اچي پهتا. پنڌ ڪري ٿڪجي پيا هئا، تنهنڪري هڪڙي پوري وڻ ۾

لڪي وڃي سمهي پيا. ٻئي ڏينهن صبح جو اٿي پاڻي ڳولڻ لڳا. ڇوڪر چيو تہ "مون کي ڏاڍي اڃ لڳي آهي، ڪو چشمو يا نهر ڏسون تہ پاڻي پيون."

سگهوئي هڪڙي وهندڙ پاڻيءَ جو آواز هنن جي ڪن تي پيو. ڀيڻ جو هٿ وٺي انهيءَ پاسي ڊوڙيو. شروع ڪان وٺي هڪڙي ڏائڻ هنن جي پٺيان هئي. پنهنجي جادوءَ جي زور سان هن ٻيلا، چشما ۽ نهرون ٺاهي ڇڏيون هيون، جيئن اڪثر ڏائڻيون ڪنديون آهن.

هو ٻيئي ٻار آواز تي هلي اچي هڪڙيءَ نهر يا ننڍڙي نديءَ جي ڪناري تي ٻيٺا. اڃا ڇوڪر نوڙي انهيءَ مان پاڻي پيئڻ تي هو تہ سندس ڀيڻ ٻُڌو تہ انهيءَ نديءَ مان هي لفظ ڇٽا نڪتا تہ "جيڪو مون مان پاڻي پيئندو، سو شينهن ٿي پوندو." تنهنڪري هن رڙ ڪري ڀاءُ کي چيو تہ "ادا، متان اهو پاڻي پيتو اٿيئي، نہ تہ شينهن ٿي پوندين، ۽ پوءِ مون کي ڦاڙي ماري ڇڏيندين." تنهنڪري ڇوڪر پاڻي نہ پيتو، اگرچ ڏاڍي اُڃ هيس.

اڳيرو هليا تہ هڪڙو چشمو ڏٺائون، پر ڇوڪريءَ کي انهيءَ مان وري هي آواز ٻڌڻ ۾ آيو تہ "جيڪو مون مان پاڻي پيئندو، سو بگهڙ ٿي پوندو." تڏهن رڙ ڪري ڀاءُ کي چيائين تہ ادا، متان انهيءَ چشمي مان پاڻي پيتو اٿيئي، نہ

تہ تون بگهڙ ٿي پوندين ۽ مون کي کائي ڇڏيندين.“ تنهنڪري هن وري بہ پاڻي نہ پيتو، ۽ اڃيو رهجي ويو.

ٿوري دير کان پوءِ هو وري هڪڙي ٻيءَ نديءَ تي آيا، جنهن جو پاڻي بلڪل صاف هو. ڇوڪر وري انهيءَ تي پاڻي پيئڻ وينو. هن پاڻي پئي پيتو تہ ڇوڪريءَ ٻڌو تہ نديءَ مان آواز آيو تہ جيڪو مون مان پاڻي پيئندو، سو هرڻ ٿي پوندو.“ هن هڪدم دانهن ڪري جهليس، پر هو اڳيئي پاڻي پِي ويو، ۽ هڪدم هرڻ ٿي پيو. ڇوڪري هن کي ياڪر پائي روئڻ لڳي، ۽ هرڻ جي اکين مان بہ پاڻي ڪِرڻ لڳو.

پوءِ ڇوڪري پنهنجي چوٽيءَ تان هڪڙي پٽي لاهي هرڻ جي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ڇڏي ۽ هِتان هُتان سائو گاهہ، ڪَک ۽ ڪانهن پٽي، انهن مان رسي وٽي انهيءَ پٽي ۾ ڪٽي ٻڌائين. انهيءَ لاءِ تہ رسيءَ کان وٺي هن کي پاڻ سان هلائيندي وتي.

پوءِ هو نڪري گهاٽي ٻيلي ۾ پيا. اتي هڪڙو ڦٽل پَٽ ڏسي، ڪکَ گڏ ڪري، ڇوڪريءَ پنهنجي ۽ هرڻ لاءِ هنڌ ناهيو. اتي ئي هنن پنهنجو ٽڪاڻو ڪيو. ڏهاڙي صبح جو هوءَ وڃي جهنگلي ٻاڙون، ٻير ۽ ٻيا ميوا چونڊي ايندي هئي، جي پاڻ کائيندي هئي، ۽ هرڻ کي سائو گاهہ آڻي کارائيندي

هئي. انهيءَ طرح پنهنجي پيڻ جي هٿان ڪائي خوش پيو گذاريندو هو.

رات جو جڏهن اها ڇوڪري ڪائي پي سمهڻ جي ڪندي هئي، تڏهن پهريائين خدا کان دعا گهري، پوءِ هرڻ جي پٺيءَ تي مٿو رکي سمهي پوندي هئي. پر هميشه اها ڳڻتي هوندي هيس ته جي منهنجو ياءُ پنهنجي اصلوڪيءَ شڪل ۾ هجي ها ته اسين ڪهڙو نه خوش گذاريون ها!

انهيءَ طرح هي ياءُ ۽ پيڻ ڪيترا ڏينهن انهيءَ ٻيلي ۾ رهندا آيا. ڇوڪري به وڏي خوبصورت جوان زال ٿي پيئي، ۽ هرڻ به اڳي فقط ٻَڙو هو، سو هاڻ وڏو سهڻو هرڻ ٿي پيو. هڪڙي ڏينهن انهيءَ ملڪ جو بادشاهه، وڏي ڌنبلي سان انهيءَ ٻيلي ۾ شڪار ڪرڻ آيو. انهيءَ جو هُل ۽ ڪتن جي ڀونڪ پري کان ٻڌڻ ۾ پئي آئي.

هرڻ پيڻ کي چيو ته "ادي، مون کي ڇوڙي ڇڏ ته آئون وڃي تماشو ڏسان." هن نٿي ڇڏيس، پر هرڻ ڏاڍو زور ڪيس. تڏهن هن موڪل ڏنيس، مگر چيائينس ته "جنهن لڪل پونگيءَ ۾ پاڻ رهون ٿا، تنهن جو در آئون بند ڪري ٿي ڇڏيان ته متان ڪي شڪاري گهڙي نه اچن. شام جو جڏهن تون گهمي ڦري اچين، تڏهن اچي در کڙڪائجائين ۽ چئجئين ته "ادي، در پٽ ته اندر لنگهان." ته پوءِ آئون

سمجهنديس تہ تون آيو آهين."

پوءِ هو ٽپا ڏيندو ٻيلي ۾ ويو. نيٺ بادشاهہ ۽ ٻين شڪارين هن کي ڏسي ورتو ۽ پٺيان پيس، پر هن کي پڄي نہ سگهيا. هو سندن نظر کان نڪري گم ٿي ويو. اونداهي ٿيڻ تي هئي، تنهنڪري هرڻ اچي گهران نڪتو ۽ در تي اچي چيائين تہ "ادي، در پٽ تہ اندر لنگهان." ڀيڻ هڪدم در پٽيو ۽ هو اندر وڃي پنهنجي ڀيڻ سان گڏ نرم وڇاڻي تي سمهي پيو.

# باب ٻيون

## بادشاهہ جي محلات ۾

ٻئي ڏينهن صبح جو وري شڪاري ٻيلي ۾ آيا. انهن جون هڪلون ٻڌي هرڻ وري بہ پنهنجي ڀيڻ کي چيو تہ "مون کي ڇوڙي ڇڏ." هن وري بہ ڇوڙي ڇڏيس، ۽ پنهنجي پونگيءَ جو در بند ڪري ڇڏيائين، ۽ سمجهائي ڇڏيائينس تہ وري بہ اچي اُئين چوي تہ هوءَ در پٽيندي.

سگهوئي شڪارين پٺيءَ واري هرڻ کي ڏٺو ۽ بادشاهہ کي ڏيکاريائون. هو انهيءَ جي پٺيان پيا، پرسارو ڏينهن هرڻ هٿ نہ اچي سگهين. مگر پري کان ڪمان جو تير هن کي

پير ۾ لڳو ۽ اتي تورو زخم ٿي پيس. هو منڊڪائيندو رت وهائيندو، شام جو گهر آيو.

هڪڙو شڪاري لڪي هن جي پنيان لڳو آيو. هن لڪي ٻيهي ڏٺو ۽ ٻڌو تہ هرڻ در کڙڪائي چيو تہ "ادي، در پٽ تہ اندر لنگهان." ۽ پوءِ در پٽيو ۽ هو اندر لنگهي ويو. شڪاري موٽي ويو ۽ وڃي بادشاهہ کي اها ڳالهہ ٻُڌايائين، جو عجب ۾ پئجي ويو. چيائين تہ "سڀاڻي اسين انهيءَ هرڻ جي پٺيان لڳي سندس پتو لهنداسين."

ويچاري ٻيڙ هرڻ جو ڦٽيل پير ڏسي ڏاڍو غمگين ٿي. ڦٽ ڌوئي صاف ڪري، ڪي جهنگ جون ٻوٽيون انهيءَ تي رکي پٽي ٻڌي ڇڏيائينس. پوءِ ٻيئي سمهي پيا. صبح جو زخم بهتر ڏسڻ ۾ آيو ۽ هرڻ چڱيءَ طرح هلي ڊوڙي سگهيو ٿي، تنهنڪري جڏهن وري بہ شڪارين جو هل ٻڌائين، وري بہ اوڏي وڃڻ لاءِ رسي ٽاٽڙ لڳو.

ٻيڻس گهڻوئي سمجهايس تہ "تون ڪالهہ زخمي ٿيو آهين، متان اڄ توکي ماري وجهن." پر هن چيو تہ "ادي، دلجاءِ ڪجئين، شڪاري مون کي پُڄي ڪين سگهندا، جو منهنجو پير بلڪل ڇٽي ويو آهي." تڏهن ٻيڻس لاچار ٿي ڇوڙي ڇڏيس، ۽ نچندو ٽپندو ڇالون ڏيندو هو ٻيلي ۾ گهڙي پيو.

سگھوئي بادشاھ ڏسي ورتس ۽ پنھنجن شڪارين کي چيائين تہ ”انھيءَ ھرڻ جي پنيان پئو، پر ڪو ايذاءُ نہ رسايوس.“ ھو سارو ڏينھن ھن جي پنيان پئي ڊوڙيا، پر پڪڙي نہ سگھيس. سج لٿي ڏاري بادشاھ انھيءَ شڪاري کي پاڻ وٽ سڏيو، جنھن اڳئين ڏينھن ھرڻ جي جاءِ ڏٺي ھئي ۽ چيائينس تہ ”اسان کي وٺي انھيءَ ھنڌ ھل.“

جڏھن سيئي انھيءَ ڀُونگيءَ وٽ آيا، تڏھن بادشاھ وڃي در ڪڙڪائي آھستي چيو تہ ”ادي، در پٽ تہ آئون اندر لنگھان.“ ايتري چوڻ تي در پٽجي پيو ۽ بادشاھ لنگھي اندر ٿيو. ڏسي تہ ھڪڙي نھايت خوبصورت جوان زال ويٺي آھي، جا ھرڻ جي بدران بادشاھ کي ڏسي ڊجي ويئي. پر بادشاھ دلاسو ڏئي چيس تہ ”مون سان گڏجي محلات ۾ ھلندينءَ؟ “

چوڪريءَ چيو تہ ”ھائو، آئون خوشيءَ سان ھلنديس، مگر آئون پنھنجي ھرڻ کان سواءِ نہ ھلنديس.“ بادشاھ چيو تہ ”چڱو ڀلي اھو بہ ھلي، انھيءَ جي بہ اتي چڱي سنڀال ٿيندي.“ اجا ھنن پئي ڳالھايو تہ ھرڻ بہ آيو، جنھن کي پيٽس ٻڌي ڇڏيو. پوءِ بادشاھ انھيءَ چوڪريءَ کي گھوڙي تي چاڙھي، پنھنجي محلات ۾ وٺي آيو، ۽ ھرڻ سندن پاسن کان ڊوڙندو آيو.

سگھوئي پوءِ بادشاهه انهيءَ جوان زال سان شادي ڪئي. ملڪ ۾ چوڌاري خوشيون ٿي ويون. بادشاهه ۽ راڻي انهيءَ کان پوءِ خوش گذارڻ لڳا. ۽ هرڻ جي تمام چڱي سنڀال پئي ڪيائون، ۽ اهو محلات جي باغن ۾ گاهن وارن پٽن تي پئي گھميو ڦريو.

هاڻ جڏهن ڏائڻ انهيءَ جي ڀاءُ کي ڦيرائي هرڻ ڪيو هو، تنهن جي سمجهه ۾ هو ته هن جي ڀيڻ کي جهنگ ۾ مرن ماري وڌو هوندو. تنهن جو هاڻ ٻڌو ته هو ڀيئي ڀاءُ ڀيڻ پاڻ ۾ خوش پيا گذارين ۽ سُکيا وينا آهن، سو ڏاڍو ڪاوڙي، ۽ ارادو ڪيائين ته ڪنهن تجويز سان هنن کي نقصان رسائي.

انهيءَ ڏائڻ جي هڪڙي بدشڪل ڌيءَ هوندي هئي. سا ماءُ کي چوڻ لڳي ته "هن ڇوڪريءَ جي بدران جي آئون راڻي ٿيان ها ته چڱو هوا" ۽ ماءُ کان مدد گھرڻ لڳي. ماڻس چيو ته "چڱو، جڏهن پورو وقت ايندو، تڏهن تون راڻي ٿيندين ءِ!نيٺ هڪڙي ڏينهن هو ڀيئي محلات ۾ آيون. انهيءَ وقت بادشاهه شڪار تي ويل هو. راڻيءَ کي ننڍڙو پُٽ به ڄائو هو. ڏائڻ پاڻ کي ڦيرائي دائي ڪري اچي راڻيءَ وٽ نوڪرياڻي ٿي.

سگھوئي پوءِ پنهنجي ڌيءَ به پاڻ سان اندر آندائين.

هنن تجويز ڪري راڻيءَ کي وهنجڻ جي جاءِ ۾ بند ڪري ٻوساٽي مارڻ جي ڪوشش ڪئي. پوءِ پنهنجي ڌيءَ جي راڻي جي شڪل ڪري، انهيءَ کي راڻيءَ جا ڪي ڪپڙا ڍڪائي، انهيءَ جي جاءِ تي راڻي ڪري ويهاريائين. جڏهن بادشاهہ شڪار ڪري موٽي آيو، تڏهن پهرين تہ ڪوبہ سماءُ ڪونہ پيس.

ڏائڻ بادشاهہ کي چيو تہ "راڻي بيمار آهي، تنهنڪري گهڻو ڳالهائي ڪين ٿي." انهيءَ ڪري بادشاهہ راڻيءَ کي ڳالهائڻ لاءِ هلاڪ نہ ڪيو. ڏائڻ کي پڪ هئي تہ سچي راڻي مري ويندي، ۽ سندس ڌيءَ بادشاهہ جي راڻي ٿيندي، پر سچي راڻي مٿا مونا هاڻي وهنجڻ جي جاءِ مان نڪري محلات جي ٻئي پاسي واريءَ جاءِ ۾ آئي، جتي سندس ٻار پالبو هو ۽ هرڻ بہ رهندو هو.

رات جو جڏهن سڀ سمهي رهيا، تڏهن ٻار جي دائيءَ ڏٺو تہ سچي راڻي جاءِ ۾ اچي ٻار جي پينگهي وٽ ويٺي، ۽ پوءِ ٻار کي ڪٽي پيار ڏئي کير پياري، وري پنهنجي جاءِ تي سمهاري، مٿانئس ڪپڙو وجهي ويئي. پوءِ ڪنڊ ۾ هرڻ وٽ وڃي انهيءَ جا پُنا ٺپي هلي ويئي.

ٻيءَ رات بہ دائيءَ ساڳيو حال ڏٺو. تڏهن وڃي بادشاهہ

کي اها ڳالهه ٻڌايائين، جو سمجهي نه سگهيو ته انهيءَ جو مطلب ڇا آهي. ڏائڻ ته هن کي اڳيئي ٻڌايو هو ته راڻي بيمار آهي ۽ هلڻ ته خير، پر ڳالهائڻ جهڙي به نه آهي. بادشاهه دل ۾ ويچار ڪيو ته "هي راڻيون ته ڪين هونديون، هڪڙي سمهڻ واريءَ جاءِ ۾، ۽ ٻي ٻار جي پالڻ واريءَ جاءِ ۾! بهتر آهي ته رات جو جاڳي اها جانچ ڪريان."

ٻيءَ رات سچي راڻي اڌ رات ڌاري ٻار واريءَ جاءِ ۾ آئي، ۽ ٻار کي کڻي چميون ڏيئي کير پياري، ڪپڙا صفا ڪري وري سمهاري ويس، ۽ پوءِ هرڻ کي به پيار ڪري، هٿ گهمائي هلي ويئي. بادشاهه هڪدم سهي ڪيو ته سندس سچي زال اِها آهي، پر في الحال ڪڇيائين ڪين. آهستي وڃي ياڪر وڌائينس ۽ چيائينس ته "تون ته منهنجي پياري زال ۽ راڻي آهين؟"

تڏهن راڻيءَ ساري ڳالهه ڪري ٻڌايس ته انهيءَ ڏائڻ ڪهڙي حرڪت ڪئي هئي. انهيءَ تي بادشاهه ڏاڍو ڪاوڙيو. ڏائڻ ۽ سندس ڌيءُ کي گهرائي قتل ڪرائي ڇڏيائين ۽ ڏيڻس کي جهنگ ۾ اڇلائي ڇڏيائين ته پلي مرون کائينس.

اجا ڏائڻ جي لاش سڙي رک مس ٿي ته سندس وڌل جادو بي اثر ٿي پيو، ۽ ڪيل طلسم ڀڃي پيو. هرڻ هڪدم

ڦري ماڻهو ٿي پيو. پوءِ هو پنهنجي پيءُ سان ۽ بادشاهہ سان ورهين جا ورهيہ خوش پيو گذاريندو هو.

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پريس ڄامشورو ۾ مئنيجر ميان الله بچائي يوسف رئي ڇپيو، ۽ امداد حسيني سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.




ٻارن لاءِ پنهنجي ٻوليءَ ۾ ادب پيدا ڪرڻ جو فرض - ان ٻوليءَ ۾ جيڪا اسان کي بيحد پياري آهي، جنهن جي دائمي زندگيءَ ۾ اسان کي پورو يقين آهي، جنهن جي روشن مستقبل جي ضمانت لٽي پٽي وري بہ اسان جا اهي ٻارڙا آهن - هڪ اهڙو فرض آهي، جنهن جي اهميت جو احساس اسان مان جنهن کي جيترو هجي اوترو بهتر.

سنڌي ادبي بورڊ، مٿين ڳالهين خيال ۾ رکي، سنڌيءَ ۾ ٻارن لاءِ ماهوار رسالو "گل ڦل" جاري ڪيو آهي. رسالي ۾ معلوماتي مضمون، نصيحت آموز آکاڻيون، وندرائيندڙ شعر، پروليون، ٽوٽڪا، سوال جواب ۽ ٻيو ڪارآمد مواد. تصويرن سان سينگاري وڌو وڃي ٿو. هر پرچو سراسري ٻاهتر صفحن جو ٿيندو هي ٿو. رسالي جي وڌندڙ مقبوليت ڏيکاري ٿي تہ رسالو ٻارن کي پسند پيو آهي، ۽ ان جو مستقبل نهايت اميد افزا ۽ شاندار آهي.

رسالي جو ساليانو چندو پنجاهہ رپيا آهي، في ڪاپي قيمت پنج رپيا اٿس. اسڪولن جي حالت ۾ ڏهہ يا ان کان مٿي ڪاپيون گڏ گهرائيندڙ کي ٽيٽيهہ سيڪڙو رعايت پڻ ڏجي ٿي ۽ ٽپال خرچ پڻ وصول نہ ڪيو وڃي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڀِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پڙهن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي به ڪٽين، جيڪي به ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ به بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڄاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي چو، چالاءِ ۽ ڪيئن جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)